وليداد ”ولي“ (بروهي)
قسط پهرين

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/mehran/Book22/Book_page10.html

ٻي قسط 1958ع جي ٽئين ۽ چوٿين نمبر ۾ ڇُپُڻ ڪيي ها،
اهو پرچو صحيح اپلوڊ ٿيل ناهي

# سنڌ ۾ ”مارشل لا“ وقت چشم ديد واقعات

# (1942ع – 1945ع)

سن 1942ع ۾، حضرت پير صبغته الله شاهه عرف پير پاڳاري جي ايامڪاريءَ ۾، وقت جي انگريز حڪومت، سنڌ اندر وڏي پيماني تي هلندڙ ”حُرّ تحريڪ“ کي ٻنجو ڏيڻ ۽ حُرن کي پوريءَ ريت نيست نابود ڪرڻ لاءِ، متعلق ايراضين ۾ مڪمل ”مارشل لا“ لڳائي، سخت فوجي

ڪارروايون شروع ڪيون، جن ۾ سَڪن گڏ آلا به سڙي ويا. انگريز حڪومت پنهنجا تجربيڪار آفيسر مقرر ڪيا، ۽ مضبوط فوجون حُر غازين جي مقابلي ۾ آنديون. محترم وليداد ”ولي“ خود انهيءَ فوج ۾ شامل هو؛ ۽ هن انهيءَ عرصي ۾ جيڪي ڪجھ ڏٺو ۽ محسوس ڪيو، سو هڪ يادداشت جي صورت ۾ قلمبند ڪندو رهيو. هت اسين ڪانئس اهو اکين ڏٺو احوال حاصل ڪري، ”مهراڻ“ جي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري رهيا آهيون. — ادارو

## ”مارشل لا“ ايراضيءَ وارو ماحول

دنيا ۾ ٻي عظيم جنگ چالو هئي، ۽ جرمن فوجون طبروق ۽ ايران جي سرحدن تائين پهچي چڪيون هيون؛ هندستان ۾ ڪانگريس ”ڪُئٽ – انديا – تحريڪ“ شروع ڪري ڏني هئي: مطلب ته انگريزن لاءِ هيءُ وقت انتهائي آزمائش وارو هو. سنڌ ۾ حرّن ”غازي جماعت“ جي نالي سان هڪ عظيم الشان تنظيم قائم ڪئي هئي، جنهن جو صدر مقام

”ڪيٽيءَ“ ۾ هو، ۽ معاون مرڪز ”گڙنگ وارو بنگلو“ (سانگھڙ) هو. انگريزن پير پاڳاري کي ملاقات جي بهاني ڪراچيءَ ۾ گهرائي ڪٽي نظربند ڪيو. ان جي خلاف حرن پهريائين خاموش مظاهرا ڪيا؛ مگر انگريزن کي هن تنظيم کي اصل برباد ڪرڻو هو، تن حرن سال چيڙچاڙ شروع ڪئي.

نتيجو اهو نڪتو جو هڪ طرف سکر کان وٺي سانگھڙ تائين، ٻئي طرف سعيد آباد کان وٺي کڏڙي تائين، ٽئين طرف هٿونگيءَ کان وٺي شهدادپور تائين، ۽ چوٿين طرف جيسلمير جي سرحد کان وٺي چوٽيارين تائين، ميدان جنگ جو نظارو پسڻ ۾ ٿي آيو.

هڪ طرف سرڪار جا خير خواهہ جاسوس، حرن هٿان پئي قتل ٿيا، ته ٻئي پاسي حرن خلاف ڪارروائين جي آڙ ۾ انگريزي فوجن ڳوٺن جا ڳوٺ باهين ۾ پئي جلايا. حرن ڪٿي ريلون پئي ڪيرايون، ته ڪٿي ڪڏون ڪوٽي پوليس ۽ فوج جون لاريون باهہ جي نذر پئي ڪيون: مطلب ته سنڌ جي انهن ايراضين ۾ ميدان جنگ وارو نظارو هو.

## 12، مئي، 1942ع: فوج ۾ پرتي

تاريخ 12 مئي سن 1942ع، ڏهين بجي صبح جو، آءٌ حيدرآباد جي ايس. پي. جي آفيس ۾ پهتس، جتي فرنٽ

صاحب ’’سنڌ پوليس رينجرس‘‘ نالي هڪ فوج ٺاهڻ جي مقابلي لاءِ ٺاهيندو رهيو هو.
هن فوج ۾ صرف بروهي، بلوچ ۽ قبائلي ايراضين جي جوانن کي ڀرتي ڪيو ويو.
جيڪب آباد، گنداوا، نوشڪي ۽ هزارا مان هزارين جوان ڀرتيءَ لاءِ اچي رهيا هئا.
آءٌ، بطور ڪوارٽر ماسٽر، ’بلوچ ڪمپني‘ ۾ ڀرتي ٿيس، جنهن ۾ جيڪب آباد ۾ گنداوا جا 200 کن بلوچ نوجوان شامل هئا. اسان کي مسلسل ٽن مهينن تائين جهنگلن ۽ پهاڙن ۾ وڙهڻ جي ڪامل ٽريننگ ڏني ويئي.هن فوج جو ڪمانڊنگ آفيسر ڪرنل ايچ. پي. ٿامس هو، جو هڪ تجربيڪار پوڙهو فوجي آفيسر هو، ۽ سنڌي، بروهڪي ۽ بلوچي زبانون بخوبي ڄاڻندو هو.

## 22، جولاءِ (سومر)، 1942ع:
## مارشل لا ايراضيءَ ڏانهن روانگي

جڏهن اسان واري ’اي (A) ڪمپني‘ مڪمل طرح تيار ٿي ويئي، ته اسان کي سنجهوري ڏانهن وڃڻ جا احڪام مليا.
اسان جي ڪمپنيءَ جو ڪمانڊر Capt: W. H. Lang هو، جنهن کي سنڌي زبان سکڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو.

هن مون کي پنهنجو استاد مقرر ڪيو، ۽ آءٌ هن جي ويجهو رهڻ لڳس. هيءُ آفيسر نهايت چالاڪ ۽ چابڪ دست هو.
هن وٽ ڪيترا فوجي آفيسر ايندا ويندا هئا،
جن مان

- ميجر جنرل رچرڊسن (Maj: Gen: Richardson)

جنرل آفيسر ڪمانڊنگ سدرن سرڪل ۽ ائڊمنسٽريٽر مارشل لا؛

- مسٽر آر.ايڇ. سمپسن، ايس . پي. نوابشاهه؛
- ۽ مسٽر ايڇ. ٽي. لمبرڪ، اسپيشل ڪمشنر مارشل لا ايريا،

جا نالا قابل ذڪر آهن.
اهي ئي ٽي مکيه آفيسر هئا، جي حرن کي برباد ڪرڻ جا اُپاوَ ۽ پروگرام بنائيندا هئا.
اسين صبح جو سوير ستين بجي، ريل ۾سوار ٿي، ٻنپهرن ڌاري سنجهوري پهتاسون، ۽ شهر جي پرسان لوڪل بورڊ بنگلي ۾ قيام پذير ٿياسون.
اهو ڏينهن سومر، 22 جولاءِ، 1942ع، هو.
هتي پنجاب ريجمينٽ جي هڪ ڪمپني اڳي ئي موجود هئي.
اهو ڏينهن ڪيمپ لڳائڻ ۾ لڳي ويو.
ٻئي ڏينهن صبح جو، فوجي جوان پريڊ کي لڳي ويا، ۽ آءٌ شهر ۽ آسپاس جو جائزو وٺڻ لاءِ بازار ويس.

شهر ۾ مسلمانن جي بربادي، در و ديوار مان ظاهر هئي.هر مرد ۽ عورت جي چهري تي مايوسيءَ ۽ دهشت جا آثار نمايان هئا.
باقي رهيا هندو واپاري، جن جي دوڪانن جي بازار ۾ اڪثريت هئي، سي، سندن قديم منافقانه چال مطابق، ”ساڌن سان سُنَمک، پنچن سان پورا“ هئا: يعني هڪ طرف حرن سان، بحيثيت پاڙي وارن جي، پرپٽ جي ريت ۾ رنگيل هئا، ته ٻئي طرف ڳجهيءَ طرح انگريز آفيسرن وٽ، جاسوس بنجي، سرخرو پئي رهيا.
هر طرف فوج ۽ پوليس جو دور دورو هو.
وچ بازار ۾ منهنجي ملاقات محمد صالح نالي هڪ ديندار واپاريءَ سان ٿي.
گفتگوءَ جي دوران ۾ هن صاحب مون کي ٻڌايو ته ’حرن جي بهاني سان پوري مسلمان قوم هندن ۽ انگريزن جي انتقامي جذبي جو شڪار بنجي رهي آهي.
پوليس جي پُٺَن جي پيگهي متل آهي: جنهن به ماٺهوءَ ڏانهن نشاندهي ڪن ٿا، ۽ جو به کين خاصي رقم نٿو ڏئي، تنهن کي ”حر“ ظاهر ڪري، ٻه شاهد هٿرادو بنائي، گرفتار ڪرايو ڇڏين ٿا.
ان طرح، ڪيترا بيگناه برباد ٿي ويا آهن، ۽ ٿي رهيا آهن‘.

## 25، جولاءِ، 1942ع:

# ’ڪورٽ-مارشل‘

25 جولاءِ 1942ع، خميس ڏينهن، آءٌ آفيس ۾ ويٺو هوس ته هڪ واڻيو، جُتي لاهي، هٿ ٻڌي، اندر آيو ۽ روئي چيائين ته ’سائين، مون کي مسلمانن ماريو آهي،۽ گهر ڦريو اٿن‘.
هن جي روڄن تي اسان جو ڪمپني ڪمانڊر ٻاهر نڪري آيو، ۽ سندس بيان ٻڌڻ کان پوءِ، چار سپاهي ساڻس همراهه ڪري، حڪم ڏنائين ته ’جوابدارن کي وٺي اچو‘.
ٿوري وقت کانپوءِ هو ٻن ماڻهن کي وٺي آيا، جن جو بيان صاحب قلمبند ڪيو، ۽ مون ترجمان جا فرائض بجا آندا.
هنن جو بيان هو ته هنن سال کن اڳ، مذڪور واڻئي کان ٻه سو روپيا اڌارا ورتا هئا، ۽ ڪجهه رقم واپس به پئي ڪيائون، مگر،غريب هاري هئڻ ڪري،هاڻي يڪمشت پوري رقم – يعني واڻئي جي حساب موجب ڪل ساڍا ٽي سو، وياج سوڌا- پري ڏيڻ جي هنن ۾ طاقت ناهي؛ هاڻي هو بهانو بنائي کين سزاياب ٿو ڪري ته جيئن پيا ڪانئس هيسيل رهن.
بيان جي سچائي سندن ڳالهائڻ مان ظاهر هئي؛ مگر انگريزن جي نظرن ۾ هن ايراضيءَ جي معتوب مسلمان جي ڳالهه کي ڌيان ۾ نه آندو ويو. فوراً داعيءَ مدعيءَ سوڌا ٽرڪ ۾ سوار ٿي اسين جهول پهتاسون، جتي ٽن ڪلاڪن اندر هنن کي ڦر ۽ مارڪُٽ جي الزام هيٺ ڪورٽ مارشل

ڪري، ٽن ٽن سالن لاءِ سخت پورهئي سان سزاياب ڪري، سينٽرل جيل اماڻيوويو.
جهول (جو شهر) ان وقت ڪورٽ – مارشل عدالتن جو گويا مرڪز هو.

ڪورٽ – مارشل ڇا هئي؟
”مارشل لا“ هيٺ آيل سڀني ايراضين سان فوجي قانون لاڳو ڪيو ويو هو.
هر هڪ تعلقي ۾ وڌ ۾ وڌ چار، ۽ ڪم از ڪم ٻه فوجي عدالتون مقرر ٿيل هيون.
هر هڪ ڪورٽ ۾ چار فوجي آفيسر ’جج‘ مقرر ڪيا ويا هئا.
جن مان ٽي ’ليفٽيننٽ‘ جي عهدي کان وٺي ’ميجر‘ جي عهدي وارا آفيسر هئا؛
۽ هڪ ’ڪرنل‘ يا ’ليفٽيننٽ ڪرنل‘ چيف جج جي حيثيت ۾ انهن مٿان مقرر ٿيل هو.
هر قسم جا ڏوهي انهن عدالتن ۾ پيش ڪيا ويندا هئا.
اهي آفيسر گهڻو ڪري انگريز هئا، جن جونظريو گهڻو ڪري حُرن جي خلاف هو.
مون اکين سان ڏٺو ته عام طرح معمولي چوريءَ ۾ سِول عدالت ڇهن مهينن کان وٺي ٻن سالن تائين سزا ڏيندي هئي،

پر اهڙي ساڳيءَ نوعيت واري ڪيس ۾ هتي ستن سالن کان وٺي ويهن سالن تائين به سزائون ڏنيون ٿي ويون.
انهن عدالتن ۾ گهڻو ڪري چالان ڪندڙ يا فرياديءَ جو بيان بطور گواهه جي قبول ڪيو ويندو هو، ۽ بس – نڪو هو وڪيل، نڪو بچاءُ؛ رڳو هو 'جلدي اُڪلاءُ'.

مٿي بيان ڪيل بدقسمت شخص (واڻئي) کي به ان قسم جي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو، ۽ مون بطور ترجمان جي فرائض بجا آندا. فريادين جو فرياد هو ته 'اسين دوڪان کان گهر آياسين ته هنن حملو ڪري، مار ڏيئي، گهر ۾ ڌڪي، زالن کي ڏنبا ڏيکاري، مال ڦريو آهي'.

جوابدارن جو بيان هو ته 'اسين مسڪين، ....هيسيل ۽ بيگر ۾ وهندڙن کي پلا ايڏي جرات ڪٿان ٿيندي جو هڙي وقت ۾، جڏهن هرطرف بندوقون ئي بندوقون لڳيون پيون آهن، پرائي گهر ۾ داخل ٿي ڏينهن ڏٺي جو ڦر ڪنداسين!
اصل معاملو قرض بابت آهي، ۽ هنن ڪوڙو فرياد ڪري اسان کي اٽڪايو آهي'. ان کان پوءِ انگريز آفيسرن، پاڻ ۾ سُس – ڦس واري صلاح ڪري، کين مذڪور بالا فيصلو ٻڌائي، جيل روانو ڪيو؛ ۽ هندو خوش خوش ٻاهر نڪري راهي ٿيا.

# غداريءَ ۽ جان نثاريءَ
# جو حيرت انگيز مثال

هڪ ڏينهن جو واقعو آهي ته هڪ سنڌي پوڙهو ماڻهو آيو، ۽ چيائين ته 'صاحب سان اڪيلائيءَ ۾ ملڻو آهي'.

ٿوري وقت کان پوءِ اسان جو آفيسر مسٽر سمپسن ٻاهر آيو، ۽ سَو کن سپاهي ساڻ وٺي، هڪ طرف روانو ٿي ويو. چئن ڪلاڪن کان پوءِ هو هڪ نوجوان حُر کي بندوق سميت ٻنيءَ مان جيئرو گرفتار ڪري، ڪيمپ ۾ وٺي آيا.

مسٽر سمپسن، ايس. پي. نوابشاهه، گهريل حُرن جي لسٽ چڪاسڻ بعد، ڏهن روپين جو نوٽ کيسي مان ڪڍي هن پوڙهي سنڌيءَ کي ڏنو، جنهن نوٽ هٿ ۾ جهلي کيس چيو: 'اِهو ڏهن جو نوٽ مون کي لَکن برابر آهي: پر، صاحب، انجام موجب،منهنجي پٽ کي جيل مان ڪڍائڻ جو انتظام ڪريو ته ٻيا به جام جهلائي ڏيانوَ!'

بعد ۾ معلوم ٿيو ته گرفتار ٿيل نوجوان جو نالو منٺار خاصخيلي هو، ۽ پوڙهو سندس ويجهو مائٽ هو، جنهن پنهنجي پٽ جا بند خلاص ڪرائڻ لاءِ هن سرگرم غازيءَ کي، ڪنهن بهاني سان ٻنيءَ ۾ ويهاري، دوکي سان گرفتار ڪرايو هو!

نوجوان شڪل جو ملوڪ ۽ جسم جو جانٺو هو.

سندس تلاشيءَ مان هڪ دونالي ’بندوق، سرميداڻي، چار چانورن جون مانيون، ٻه سو روپيا نقد، هڪ عمدو خنجر، ۽ ڪجھ ڪارتوس نڪتا.
هن جوان ڪيترن معرڪن ۾ حصو ورتو هو.
گرفتاريءَ کان پوءِ، باوجود انتهائي جسماني عذاب جي، حر تحريڪ بابت هن هڪ پڙڪوبه زبان مان نه ڪڍيو. راز ٻڌائڻ جي عيوض جيتوڻيڪ ڪيس ڇوٽڪاري جو وعدو ڏنو ويو، مگر هو ڦاسيءَ جي تختي تائين بالڪل گنڀير ۽ خاموش رهيو.
پاڻ، سندس پوڙهو مائٽ: ساڳيو خاندان، ته ساڳي بيعت!

اهو آهي غداريءَ ۽ جان نثاريءَ جو چشم ديدو مثال!

ان وچ ۾ حرن جا روبرو مقابلا ۽ شبخون جا واقعا ٿيندا رهيا. حر، ڏيڍ سؤ کان وٺي ڏهن ماڻهن جي ٽولن ۾، ڪيمپن تي حملي آور ٿيندا هئا؛ بعضي گهاٽ ۾ ويهي گوليون هلائيندا هئا. سندن پروگرام ۾، اڳتي وڌڻ يا شهيد ٿيڻ هو: پوئتي پڇڻ يا زنده گرفتار ٿيڻ، انهن لاءِ ٻڏي مرڻ وانگر هو.
جديد فوجي ٽريننگ موجب، ڇڻ گوريلا جنگ جا مڪمل ماهر هئا.

نشاني باز وري اهڙا هئا، جو جيڪڏهن ساڄيءَ اک جي شست ٻڌن، ته مجال آهي جوگولي کاٻيءَ اک ۾ وڃي لڳي! اهڙيءَ حالت ۾، فوج کي ڏينهن رات انتهائي مستعد رهڻو پوندو هو. ٿوري ئي کڙڪي تي سڄي فوج حرڪت ۾ اچي ويندي هئي. بعضي ته ڪي مزيدار غير معمولي واقعا به ٿيندا هئا، جن مان هڪ واقعو قارئين حضرات جي دلچسپيءَ لاءِ قلمبند ڪريان ٿو.

1، سيپٽمبر، 1942ع:

حواس باختگيءَ جو هڪ مزيدار واقعو

1 سيپٽمبر سن ~~1946~~ع (1942؟)، جمعي جي رات جو، ڪائي پي، يٿ شٿ هٽي، ”لائيٽ آف“ (Light Off) جي بگل وڄڻ ڪان پوءِ، سڀڪو پنهنجيءَ جاءِ تي وڃي آرامي ٿيو.

انهن ڏينهن ۾ حر اڪثر شبخون ماريندا هئا، جنهنڪري رات جو باهه ٻارڻ جي منع هوندي هئي. جيڪڏهن ڪو بيڙي دکائيندو هو، ته به ڪمبل جي جهُنڊ ڪري، ان جي اندر تيلي ٻاريندو هو. سپاهي بندوق ٽنگ سان ٻڌي سمهندا هئا ته اوچتي حملي مهل اونده ۾ هٿيار آسانيءَ سان هٿ اچي سگهن.اهڙيءَ حالت ۾، هڪ ٻي ٻجي مهل، هڪ پهريدار کي پريان ٻوٽن ۾ کڙ کڙ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هن پر واري پهريدار جو توجهه ان طرف ڇڪايو، ۽ دستور موجب

نامعلوم ڪڙ ڪڙ ڪندڙ ڪي فوجي زبان ۾ چئلينج ڏيندي چيائين:
"Halt! … who goes there"?
(بيهه رهه! .... ڪير آهي؟)
مگر، جواب ندارد.
قاعدي موجب، ٽي دفعا اهي اکر ورجائي، بندوق سڌي ڪري، وٺي ڪيائين فَير. ٺڪاءُ جي آواز تي ٻين پهريدرن به پنهنجون بندوقون ان طرف چوڙيون.
سڀ فوجي جاڳي پيا، ۽ قائدي موجب ٻوڙندا ٻوڙندا خندقن ۾ بيهي فير ڪرڻ لڳا. آخر ڪجهه وقت ڪان پوءِ آفيسر فير بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو.
سرچ لائيٽون چالو ٿي ويون.
رات مان ڏينهن بنجي ويو.
آفيسر، حال معلوم ڪرڻ ڪان پوءِ، هڪ دستي ڪي خبرداريءَ سان ڪڙ ڪڙ واري هنڌ ڏانهن وڌڻ لاءِ حڪم ڏنو.
بس سائين، مڙس – ’ٻلي پير وجان، ٻلي پير وجان‘-، آهستي آهستي، پيٽ پر سرڪندا، اوڏانهن وڌندا ويا. آخرڪار بالڪل ويجهوپهچي، وٺي جو ٽارچ روشن ڪري ڏسن، ته خير سان هڪ گڏهه گولين لڳڻ جي ڪري گپ بنيوپيو آهي!
مطلب ته هراس جو اهو حال هو جوجنهن ڪڙ ڪڙ کي هنن حرن جو حملو پئي سمجهيو، سو اصل ۾ هڪ گڏهه جو آواز

هو، جو پوٺن ۾ ليٽڙيون پائي، پنهنجو ڏينهن جو ٿڪ پچي رهيو هو، - مگر ڍپ وچان سنترين ائين سمجهيو ته حرّ حملي لاءِ پوٺن وچان اچي رهيا آهن!

صبح جو حساب ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿيو ته اٺڪل سوا سو کن گوليون بيڪار ضايع ٿي ويون!

خاص ڪري مٿوءَ (خاصخيلي) نالي هڪ حر ڪمانڊر جو اهڙو ته رعب انگريز آفيسرن جي دلين تي ڇانيل هو، جو هڪ انگريز آفيسر، جنهن جو نالو ليفٽيننٽ ائبرنٽي (P. P. Abernety) هو، سو اڪثر ڍپ وچان جهنگل ڏانهن نهاري چوندو هو ته

”اگر ادهر سي مٿو آيا تو کيا حال هوئيگا، کيسا مقابلا هوئيگا!“

مٿوءَ جو نالو وٺي، چرين وانگر چرڪ پريندو هو ۽ ڪمپنيءَ لاءِ چرچي جو باعث بنجي ويندو هو.

## 4 جنوري، 1943ع:
## مکي پيلي ڏانهن روانگي

4 جنوري[1] سن 1943ع، سومر ڏينهن، اسان جي ڪمپنيءَ کي مکي ٻيلي اندر ”پَڪ-سري“ موريءَ ڏانهن وڃڻ جا احڪام پهتا.

اسين صبح جو سنجهوري مان روانا ٿياسون. سامان سڙو، تنبو وغيره، فوجي لارين ۾ اڳواٽ روانا ڪيا ويا. آءٌ دفتري سامان سميت، چئن سپاهين جي معيت ۾، ڪمپنيءَ کان اڳواٽ گهوڙن تي روانو ٿيس. چار ميل پنڌ ڪرڻ کان پوءِ اسين شاهي سڙڪ تي پهتاسون، جيڪا شهدادپور کان سانگهڙ ڏانهن وڃي ٿي. رستي تي تباهيءَ ۽ بربادِيءَ جا دل ڏاريندڙ نظارا ڏٺاسين. رستي جي ٻنهي پاسن جليَل ڳوٺ ۽ دونهاٽيل جهنگ ڏسڻ ۾ آيا.

ٻنيون ٻارا ڪاراٽيل هئا.

رستي تي اڪثر ڪري ملٽريءَ جون لاريون اچي وڃي رهيون هيون.

ڪو ڪو سنڌي ٻهراڙيءَ جو ماڻهو ڪٿي ڪٿي نظر ٿي آيو، نه ته الله ئي الله – ڄڻ ته مُلڪ ۾ ڪو راڪاس گهمي ويو هو. ماحول ۾ هيبتناڪ وحشت ۽ دهشت ڦهليل هئي.

---

1 هيٺ ايندڙ صفحن ۾ مان ظاهر ٿئي ٿو هن ڪمپنيءَ جو انتظار 4 سيپٽمبر تي پي ڪيو، جيڪا پنجين سيپٽمبر تي آئي (1942؟ تي آئي) ان ڪري جو ملٽري ته مئي 1943ع جي آخر ۾ وئي هلي. ۽ اهو قتل جو واقعو ڪڏهن ٿيو؟ 4 ۽ 5 سيپٽمبر1942ع واريءَ رات ۾ ٿيو، يا 4 جنوري 1943 ۾ ٿيو يا سيپٽمبر 1943ع ۾ ٿيو؟ ان تاريخ مان خبر پوندي ته اهو ڪير ٿي سگهي ٿو.

اٽڪل اَٺ ميل پنڌ ڪرڻ کان پوءِ جهول جي ڳوٺ پهتاسين. سڙڪ جي ساڄي پاسي شهر هو، ۽ کاٻي پاسي ملٽري – اسٽيشن هئي.
اسٽيشن سان لڳو لڳ ميدان تي فيلڊ – سپلاءِ – ڊيپو هو، جنهن ۾ اناج جون هزارين ڳوٽيون، پيٽرول جا ڊرم، راشن جا کوکا، ۽ فوج لاءِ ٻڪريون ۽ دنبا موجود هئا. سانگهڙ ايراضي واريءَ فوج جي راشن جو هيءُ مکيه مرڪز هو.
اسان هتان اناج لاءِ ’اِنڊينٽ‘ ڏني.
جيسين راشن جو انتظام ٿئي، تيسين آءٌ جهول جي شهر ۾ ويس.
هتي البت چڱي هلچل هئي، ۽ مسلمانن ۾ البت انتظام ۽ بيداري هئي. هتي منهنجي ملاقات مير الله بخش خان ٽالپور ۽ مير جان محمد سان ٿي، جي بازار جي وچ ۾ پنهنجيءَ اوطاق کي هڪ مرڪز بڻايو ويٺا هئا. اتي مون کي چڱا تعليم يافتا ڪارڪن ڏسڻ ۾ آيا.
جهول مان هلي، اٽڪل ست ميل پنڌ ڪري، اسين سانگهڙ جي شهر ۾ آياسين.
هتي اسان کي ڪمپنيءَ جي اچڻ تائين ترسڻو هو. جيئن ته وقت ڪافي هو، ان ڪري همراهن کي هٿيڪو ويهاري، آءٌ شهر ۾ آسپاس معايني لاءِ ويس.
سانگهڙ جي بازار جي چيڙي تي – جيڪو جهول جي رخ ڏانهن آهي – لوڪل بورڊ بنگلي ۽ ان جي باغيچي ۾،

ملٽريءَ جي موٽر ٽرانسپورٽ ورڪشاپ (M. T. workshop) قائم ڪئي ويئي هئي، جتي سَون جي تعداد ۾ فوجي ٽرڪون مرمت لاءِ بيٺل هيون. هتي پانت پانت جا فوجي ڪاريگر ڏسڻ ۾ آيا. ان جي پرسان، جهول واري پاسي، خاردار تارن جي لوڙهن اندر، جهوپڙيون، ڇنا ۽ رانٽيون ڏسڻ ۾ آيون، جن جي اندر حُرّ عورتون ۽ ٻار نظر بند هئا. مون وٽ پنهنجي آفيسر جو ڏنل عام اجازت نامو هو؛ ان جي آڌار تي، بهانو بنائي، اندر ڪيمپ گهمڻ لاءِ ويس. هن ڪيمپ ۾ جوان ۽ پوڙهيون عورتون ۽ ٻار هئا، جن جي نگراني پٺاڻ فوجي ڪري رهيا هئا. مون کي ڪن عورتن سان ڳالهائڻ جو موقعو مليو، ۽ معلوم ٿيو ته انگريزي فوجن، حر – ايريا ۾ آباد ڳوٺن تي عام جام حملو ڪري، مردن کي ماري يا گرفتار ڪري، ڳوٺن کي باهيون ڏيئي، عورتن ۽ ٻارن کي آڻي هن ڪيمپ ۾ سٽيو آهي. اهي عورتون هاڻ انهن پٺاڻ فوجي جوانن جي رحم و ڪرم تي ڇڏيل هيون. مظلوميت ۽ بي بسي انهن عورتن جي صورتن مان صاف ظاهر هئي.

مون پنهنجين اکين ساڻ هتي ڏٺو ته چار پٺاڻ فوجي، ڏهن نوجوان نينگرين کي، جن جي مٿن ۽ چيلهين تي مَٽ ۽ دِلا رکيل هئا، پرسان اَڌ تان پاڻي آڻڻ لاءِ وٺي پئي ويا، ۽ بندوقن جي ڪنداتن سان انهن کي چوڪون ڏيئي، هيسائي، ڇڪي رهيا هئا:

”گانڊو ڪي اولاد، بي ايمان، جلدي چلو!“ وغيره.
انهن عورتن ۾ ڪي اهڙيون به هيون، جن جي جسمن تي اعليٰ درجي جي پوشاڪ پهريل هئي، ۽ خوشحالي سندن معصوم مهانڊن مان ظاهر هئي.
افسوس، قوم جي هن نازڪ، نفيس ۽ غيرت اُڀاريندڙ سرمايي جو محافظ ڪوئي ڪونه هو، جو ڪُٽي انگريزن کي هيترو چوي ته ’عورتن ۽ ٻارن سان هيءَ هلت ڪنهن به مهذب قوم جي شايان شان ناهي‘!
پوسٽ آفيس جي پرسان، هڪ ننڍيءَ ڪوٺيءَ وٽ، ٻه فوجي سپاهي بندوق سان ٻاهر بيٺل نظر آيا. ڪوٺيءَ جي اندر البت اونده واري ماحول ۾ ڪو شخص کٽ تي ويٺل ٿي ڏٺو. آءٌ وڏي اڳتي ويس. اندر ڪوٺيءَ ۾ منهنجي ملاقات هڪ اهڙي شخص سان ٿي، جو هينئر ٿرپارڪر ضلعي جي هڪ وڏي شخصيت آهي. ان وقت کيس رواجي خاڪي قميص ۽ سٿڻ پهريل هئي، ۽ سندس منهن مان ڳڻتي ۽ ڏولائو صاف ظاهر هو. سندس انهيءَ ڪمري ۾ سواءِ ڪن برتنن ۽ هڪ معمولي پيتيءَ جي ٻيو ڪجھ ڪونه هو، ۽ پاڻ هڪ نظربند قيديءَ جي حيثيت ۾ هتي رهيل هو. آءٌ سلام ڪري اندر آيس. مون سان پاڪر پائي گڏيو، ۽ کٽ تي ويهاريائين. پنهنجو تعارف ڪرائي چوڻ لڳو:

’اڙي سائين، آءٌ حضرت پير صاحب جو مريد بيشڪ آهيان، مگر حُرن جي غلط ڪارروائين ۾ منهنجو ذري جيترو حصو ناهي: ناحق مون کي ڪٽي قيد ڪيو اٿن!‘
مون ساڻس همدردي ڏيکاري، ۽ حضرت پير صاحب جي نظربنديءَ ۽ مظلوم عورتن جو احوال ٻڌائيندي، دلجاءِ طور چيومانس:
’بس، سڀني جي تقدير ۾ اهو لکيل هو؛هاڻي نماز پڙهي، خدا کي ستايو ته هيءُ قهري دور ڏُور ٿي وڃي‘.
سندس اکين ۾ آب اچي ويو؛ ويچارو ڏاڍو بي آرام ٿي نظر آيو.هن بزرگ کان مون کي چڱو احوال معلوم ٿيو.

ان بعد آءٌ هن کان موڪلائي، سانگهڙ جي پرسان گڙنگ واري بنگلي تي آيس، جتي تباهيءَ ۽ بربناديءَ جو وحشتناڪ نظارو نظر آيو: انگريزن، بمباري ڪري، بنگلي ۽ ان سان ملحق حويلين کي باهيون ڏيئي ناس ڪري ڇڏيو هو- رڳو ان ميدان جي چوديواري قائم هئي، جتي حر اچي قيام ڪندا هئا، ۽ بس. ان کان پوءِ بازار ۾ آيس، جنهن ۾ گهڻو ڪري سڀ دوڪاندار هندو هئا، ۽ هر طرف فوجي جوان بندوقن سان گهمي ڦري رهيا هئا. هاڻي شام اچي ٿي هئي، مگر ڪمپني ڪانه آئي؛ ان ڪري اسان رات لاءِ هتي قيام ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

# حرن جو انتقامي حملو

ساڳئي ڏينهن شام جو برگيڊيئر طرفان اعلان ڪيو ويو ته فوجن جي تفريح لاءِ هڪ موبائيل سينيما سانگهڙ ۾ آئي آهي، ۽ رات جو نوين بجي سڀ فالتو فوجي جوان، مرڪزي ميدان ۾ ڪٺا ٿي، تفريحي فلمون ڏسن.
شام کان وٺي هڪ شاندار اسٽيج بنائي، ان پٺيان پردو ڪڙو ڪيو ويو. هڪ بجي مهل سارو ميدان فوجن سان ٺمٺار ٿي ويو، جن جي هٿن ۾ سندن هٿيار هئا. سڀ ترتيب سان هيٺ زمين تي ويهي رهيا، ۽ ناٽڪ شروع ٿيو. تماشو نهايت دلچسپ هو، جنهن ۾ ڏيکاريو ويو هو ته ڪيئن هڪ بمبئيءَ جو وڏو واپاري، دشمن طرفان ڦهلايل افواهن تي لڳي، اٺليءَ ۽ جرمنيءَ جي هوائي طاقت جي متوقع بمباريءَ کان ڊڄي، پنهنجو الهو تلهو وڪڻي، ٻارن کي ٻهراڙيءَ ۾ موڪلي، پاڻ، هڪ وڏي پپر جي وڻ هيٺان، وڏي مالها هٿ ۾ کڻي، ايشور کان هوائي حملي بابت پناه گهري رهيو هو، ۽ ڪنهن ڪنهن وقت اکيون آسمان ڏانهن کڻي، هوائي جهازن لاءِ پئي ڏٺائين. آخر سندس اهو هراس وڏي وجي حقيقت جي حد تي پهتو. جيئن چوندا آهن ته ”سپ نه ماري، پر سپ جو سراپ ماري“- سو ڪي سرٽيون تيزيءَ سان پريان آسمان تي ڏسي، هن سمجهيو ته اهي دشمن جا هوائي

جهاز آهن: ٺڪٺڪي لڳائي، انهن کي ڏسي، چرڪ جو پريائين ته هٿن مان مالها ڇڏائجي ويس!
اڃا ناٽڪ ان مرحلي تائين پهتو هو، ته ساڄي پاسي ’ٻڙم – ٻڙم – ٻڙم‘ جا ڌڌڪا، ۽ پريان ڪجھ دردناڪ دانهن جا آواز ٿيا.
بس سائين، ڪيڏانهن ويو کيل، ڪيڏانهن تماشو – هڪ حيراني ۽ دهشت هئي، جا ماحول تي ڇانئجي ويئي. اٽڪل اڍائي هزار فوجي، مختلف فوجي يونٽن سان وابسته، هٿيارن سان تيار، تماشي جي محويت مان نڪري، ٺڪاڻن جي ٺڪاڻي ڏانهن نهارڻ لڳا.
هر هڪ ماڻهو پريشان، ته هاڻي ڇا ڪجي- ڇو ته فوجي قاعدي موجب، آرڊر ملڻ ۽ انتظام سان هلڻ بنا ڪابه حرڪت اصل ڪانه ڪرڻي هئي. ان نموني ۾ اٽڪل پندرهن منٽ گذري ويا. هاڻي ٺڪاءَ به بند ٿي ويا هئا؛ مگر پريان هاءِ گهوڙا جا آواز ڪنن تي پئي پيا.
هڪ رات جووڳڙو، ٻيو فوجن جو هيڏو رڳڙو –
آفيسر منجهي پيا ته ڪهڙي ڪارروائي ڪئي وڃي.
Lt:اوچتو هڪ وڏو انگريز فوجي آفيسر، جنهن جو نالو Col: H.N. Thornton هو (جيئن پوءِ معلوم ٿيو)، اسٽيج تي نمودار ٿيو،۽ پنهنجي فوجي يونٽ جو نالو وٺي چيائين
–"No: C' Company, Baluch Regt: attention!

On guard position: Fall in to the face of street"

اهو حڪم ملڻ سان اٽڪل سٺ کن جوان، ويٺلن جي وچ – پاسن مان اٿي، رستي جي ڪنارن تي آيا؛ ۽ پوءِ پنجن منٽن اندر فوجي فارميشن ٺاهي تيار ٿي بيٺا. هاڻ اڳيان ٿيو اهو انگريز آفيسر، ۽ ٻيا ڪي عملدار، ۽ پٺيان اهي سٺ فوجي جوان. آءٌ به موقعو وٺي انهن جي پٺيان هلڻ لڳس. گهٽي ختم ڪري، ساڄي هٿ تي ٻيءَ گهٽيءَ جي وچ تي هڪ شاندار حويليءَ جي دروازي وٽ پهتاسون.

ڏسون ته هڪ آسوده حال عورت گهوڙا گهوڙا ڪري رهي هئي. ٻيا آسپاس وارا دربند ٿيل ڏسڻ ۾ آيا.

عورت پار ڪيندي ٻڌايو ته ’اندر حويليءَ ۾ ڪيترا خون ٿيا آهن، ۽ خوني توهان جي اچڻ کان اڳ اجهو هن پاسي نڪري ڀڄي ويا آهن‘.

آفيسر پنجاهه کن جوانن کي پيچو ڪرڻ جو حڪم ڏنو، ۽ پاڻ باقي ماڻهن سميت اندر داخل ٿيو.

اندر اهڙو ته وحشتناڪ نظارو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي بيان ڪرڻ کان قلم قاصر آهي.

برابر چار مرد، ٻه عورتون ۽ هڪ نينگر، رت ۾ رنگيل، زمين تي دم توڙي چڪا هئا، ۽ ٻه ابهم معصوم ٻاهر خوف ۽ هراس ۾ هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل نظر آيا.

هڪ پير مرد اسان کي ڏسي ڳوٺين جي ڍڳ مان نڪتو؛ مگر سندس حواس برابر باخته هئا.

پڇا مان معلوم ٿيو ته هيءَ حويلي هڪ وڏي زميندار جي هئي، جو حرن جي خلاف انگريز سرڪار جو خير خواهه خابرو هو: پنهنجي اثر رسوخ سان، هن ڪيترائي حر جهلايا هئا؛ جنهنڪري حرن، دستور موجب فوجن کي هڪ هنڌ گڏ ڏسي، اُن جو فائدو وٺي، اچي هنن تي حملو ڪيو هو ۽ پنهنجو وير ورتو هو.

مقتولن ۾

- خانصاحب،
- سندس ٻه پٽ،
- هڪ پائنيو،
- سندس زال،
- هڪ ننهن،
- ۽ هڪ پاءُ،

شامل هئا.

خوش قسمتيءَ سان، سندس چاچو پاڻ کي ڳوٺين اندر لڪائي ان اوچتي موت کان بچي ويو.

مون اهڙو نظارو عمر ۾ ڪونه ڏٺو هو،

سو ساري رات تصور ۾ اهوئي ناٽڪ، اهوئي 'ٺڙم – ٺڙم' جو آواز، ۽ مقتولن جا لاشا ڏسڻ ۾ پئي آيا. ان مان اهو نتيجو نڪتو ته ويچارا وچ وارا غير جانبدار وڃن سو ڪيڏانهن

وجن: جي وٺن ٿا انگريزن جو پاسو، ته ٿين ٿا حرن جي هٿان جهاٽڪو؛ ۽ جي وٺن ٿا حرن جو طرف، ته بنجن ٿا انگريزن جو لقمو؛ ۽ جي هلنديءَ پڄنديءَ هوندي ڪري ويهن ٿا ماٺ، ته مٿن جاسوسيءَ جو الزام ٿو مڙهيو وڃي: هيڏانهن باھ، هوڏانهن پاڻي ۽ وچ ۾ اوڙاھ!

واه ڙي انگريز تنهنجو دماغ ۽ انتظام!

پيسو سنڌ جو، سپاهي ديسي، دشمن سنڌي، خابرو سنڌي، ۽ وزير به سنڌي: رڳو بنگلن ۾ ويهي، اسڪيمون بنائي، انهن کي ميدان ۾ اچي عمل ڪرائڻ وارا، بيضا مرغيون کائيندڙ، بير پيئندڙ، انگريز عملدار!

دنيا جي نيرنگيءَ تي غور ڪندو رهيس ته جا قوم هڪ ڳالھ ٿي دشمن سان مقابلو يا مدافعت نٿي ڪري، ان کي هر طرف کان گهاٽو ئي گهاٽو آهي- فاعتبروا يا اولي الابصار.

## 5، سيپٽمبر، 1943ع:

## ڪمپنيءَ جو اچڻ ۽ اڳتي وڌڻ

تاريخ 5 سيپٽمبر 1943ع، آچر جي ڏينهن، صبح جو، ڪمپني آئي، ۽ اڳتي وڌياسون. رستي تي اهي ئي ناس ٿيل ڳوٺ، ۽ فوجن جي آمدورفت ڏسڻ ۾ آئي. رڳو هڪ ڳوٺ رستي جي ڪابي پاسي صحيح سلامت نظر آيو، جو انگريزن ان لاءِ ڇڏيو هو ته سندن فوجن لاءِ کير، مُرغيون، بيضا ۽ خابرو ميسر ٿي سگهن. اهو ڳوٺ ماڇين جو

هو.چئن ميلن جي مسافري ڪرڻ کان پوءِ اسين باڪوڙي نالي هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ پهتاسين، جتي هڪ بٽالين موجودهئي؛ هڪ وڏي فوجي اسپتال چنن ۽ تنبن ۾ قائم ڪئي ويئي هئي، جنهن ۾ صرف فوجي بيمار تيمار داريءَ لاءِ رکيل هئا. هتي ’وايرليس سيڪشن اسٽيشن‘ به هئي، جنهن ۾ انگريز ديسي ماڻهن کي وايرليس ذريعي پيغام رسانيءَ جو علم سيکاري رهيا هئا. باڪوڙو هڪ نهايت پرفضا مقام آهي. ڳوٺ جي اتر ۽ اوپر طرف مکي پيلو اصل هتان شروع ٿئي ٿو. ڳوٺ جي ڏاکڻي پاسي کان منڙائو واهه وهندو وڃي، جنهن جي مٿان پل ۽ ريگيوليٽر آهي؛ باقي اوپر طرف پوٺو آهي.

## 6، سيپٽمبر، 1943ع: مکيءَ ۾ داخلا

6 سيپٽمبر تي اسان جي ڪمپني، منڙائو واهه وارو ڪئنال-پاٿ وٺي، مکيءَ ۾ داخل ٿي. واهه جي ٻنهي پاسن کان، نگاهه جي حد تائين، مرد جي قد کان ٽيڻا سَر هئا؛ ۽ جيئن جيئن اسين اڳتي وڌندا وياسون، تيئن اهي سَر گهاٽا ۽ وڏا ٿيند اويا، ۽ جهنگل جي وڻڪار ويئي وڌندي. واهه جي ٻنهي پاسي سَرن کي باهيون ڏيئي جلايو ويو هو؛ چو ته حرّ انهن سَرن مان نمودار ٿي، فوج تي ڇاپا هڻي، گم ٿي ويندا هئا. رستي تي ڪيترو چوپايو مال – جهڙوڪ: مينهون، ڍڳيون، گهوڙا، گڏهه وغيره – عام جام واهه جي ڪپن تي گهمي رهيو هو، مگر فوج جي نزديڪ اچڻ تي اهي سڀ

جانور سَرن ۾ لڪي ويندا هئا. ويچارا مالڪن کان سواءِ ويڳاڻا هئا. انهن گگدامن کي پلا کهڙي خبر ته سندن مالڪن سان ڇا وهيو واپريو؟

ان ماحول مان مارچ ڪندي، 8 ميل طي ڪرڻ کان پوءِ، اسين ”پَڪ – سِري“ نالي موريءَ تي پهتاسون. هيءُ مقام مڪيءَ جي ڏاڪٽي چيڙي کان اَٺ ميل اندر آهي. هن هنڌ هڪ ننڍي ڍنڍ آهي، ۽ هيءُ گويا هيبتناڪ مڪي ٻيلي جو سرو آهي. هتي، ان ڍنڍ جي ڪناري تي، سکن جي هڪ ڪمپني اسان کان اڳ موجود هئي. هتي ڪنارن تي ٿالين، نمن، سرهن ۽ چمن جي وڻن جا خوب چانولا هئا، جن جي هيٺان اسان جا تنبو کتل هئا. مڪي ٻيلي ۾ اچڻ وڃڻ وارن لاءِهيءُ مقام جنڪشن جي حيثيت رکي ٿو. جيئن پوءِ معلوم ٿيو، سڄي مڪي ٻيلي ۾ هن قسم جي ڪيمپن جو ڄڻ هڪ چار وچايل هو. سرڪاري انگن اکرن موجب، ڪيمپن جو انداز هن ريت آهي:

هوائي فوجون: 12 اسڪئابرن، 24 جهاز؛ 150 آدمين جو عملو؛ مرڪز سکر

پيدل فوج (Infantry): 3 ڊويزن، 60 هزار سپاهي؛ هيڊ ڪوارٽر حيدرآباد ۽ سکر

موٽر ٽرانسپورٽ سيڪشن (M.T. Section): 4 اسڪئابرن، 600 لاريون؛ هيڊ ڪوارٽر شهادپور ۽ ڪيٽي

اُٺ ۽ گهوڙي سوار: 8 اسڪئابرن، 2400 ماڻهو؛ هيڊ ڪوارٽر جمڙائو هيڊ ۽ هٿونگو

هن هنڌان اسان جي ڪمپني، سنڌي سرڪاري خابرن جي رهنمائيءَ هيٺ، مڪيءَ ۾ داخل ٿي حرن جي تلاش ۾ نڪرندي هئي، جن جو تعداد هزارن جي تعداد ۾ جهنگلن اندر لڪل هو، ۽ جي گوريلا فوج وانگر فوجي ڪيمپن ۽ لانگهائو فوج تي ڇاپا هڻي، وري گم ٿي ويندا هئا. جهنگل نهايت گهاٽو ۽ پيچيدو هو، جنهن جو سمان وڻن جون ٽاريون، ۽ زمين ڇپر ۽ سَر هئا.

14، سيپٽمبر، 1943ع: حرن سان پهريون معرڪو

19 تاريخ خبر آئي ته حرّ هڪ هنڌ ويٺل آهن، ۽ سندن تعداد ٽيهارو ڪن آهي. ڪمپني ڪئپٽن ڪولڊويل (Capt: G.H. Could well) جي ڪمانڊ هيٺ رواني ٿي؛ سِڪ ڪمپنيءَ جا به دستا پڻ اسان سان گڏ هئا. صبح جو اٺين بجي ڏاري اسين، پڪ – سري موري چڙهي، ناري جو ڪاٻو ڪنارو ڏيئي، اڳتي وڌياسين. ڇئن ميلن کان پوءِ سرن ۾ هڪ قدري ڪشادو پيچرو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن مان اسين گهاٽي جهنگل ۾ داخل ٿي هلڻ لڳاسين. اسان جي ڪمپني 300 ڪن جوانن تي مشتمل هئي؛ 60 ڪن سِڪ پڻ اسان سان هئا، جن جي ڪمانڊ ليفٽيننٽ لانگو رَٿ (Liet: Longworth) ڪري رهيو هو. ”وڏا وڻ وڻڪار جا“، ۽ ماحول ڪي قدر اونداهو: جئن جئن اندر داخل ٿيند

اوياسين، تئن تئن پيچرو سوڙهو ٿيندو پئي ويو، جنهنڪري سپاهي، آفيسرن جي قيادت ۾، هڪبئي جي پٺيان ٿي هلڻ لڳا. ان حالت ۾ اٽڪل نو ميل ڪن هلڻ ڪان پوءِ خابروءَ بيهڻ لاءِ اشارو ڪيو، ۽ آفيسر ڪي ڪجھ چيائين؛ جنهن تي ڪپتان، ڪمپنيءَ کي اتي چڙهي، خابروءَ سان گڏ اڳتي ويو، ۽ اٽڪل اڌ ڪلاڪ ڪان پوءِ واپس اچي ٻڌايائين ته حُرّ هڪ نديءَ پٽ تي ماني پچائي رهيا آهن. ان ڪان پوءِ هو، خابروءَ جي مشوري سان، فوج کي چئن حصن ۾ تقسيم ڪري، پٽ جي چوڌاري گهيرو وجهڻ لاءِ ترتيب ٺاهڻ لڳو. ڪلاڪ ڪن اندر، پٽ ڪان فرلانگ ڪن جي مفاصلي تي، چوڌاري گهيرو مڪمل ٿي ويو. اجا حُر بيخبر هئا. هاڻي ڪپتان جي اشاري ملڻ تي، فوجي آفيسرن، آهستي آهستي ماڻهن کي چوطرف پٽ ڏانهن وڌايو- تان جو پٽ وڻن وچان صاف ڏسڻ ۾ آئي. ان بعد ڪپتان تيار ٿي اڪيلو اڳتي وڌيو، ۽ پستول ڪڍي ٽي دفعا هوائي فَير ڪيائين. هاڻي اسان کي پٽ جي مٿان چئني طرفان حرن جا پٺڪا ۽ منهن ڏسڻ ۾ آيا. شايد هو صورتحال جانچي تيار ٿي رهيا هئا. هيڏانهن ڪپتان ماڻهن کي مضبوط ٿي وڻن جي ٿڙن پٺيان بيهڻ جو حڪم ڏنو. اڌ ڪلاڪ ڪان پوءِ پٽ تان گولين جو وسڪارو ٿيو. پٽ جي اوچائي اٽڪل 30 فوٽ ڪن هئي، ۽ خاصي ويڪري هئي. حر مٿي، ۽ اسين هيٺ جهنگل اندر لڪل – نه هنن جون گوليون اسان جو نشان وٺي ٿي

سگهيون، ۽ نه وري فوج جو ڪو وار ڪارگر ٿِي ٿي سگهيو. مگر گولين جي ڏي وٺ چالو هئي. ان حالت ۾ ٻه ڪلاڪ ڪن گذري ويا. هاڻي سِکن وارو جوشيلو ڪپتان، جو شايد اسڪاٽلنڊ جو رهاڪو هو، سو هي حال ڏسي بي آرام بنجي ويو. هن مارٽر توب گهرائي نصب ڪرائي، مگر اسان جي ڪپتان هن کي روڪيو ته مارٽر استعمال نه ڪري. ان سوال تي ڪافي بحث ۽ تڪرار ٿيو. هيءُ ڪپتان خر دماغ وارو بدمزاج فوجي انگريز ٿي ڏسڻ ۾ آيو، ۽ خوامخواه موت واريون خوفناڪ رٿون پئي ٺاهيائين. شايد هتي جي گرم هوا سندس دماغ خراب ڪري ڇڏيو هو. هو باز نه آيو، ۽ پنهنجن هٿن سان مارٽر جي رينج ٺاهي پهريون گولو ڇڏيائين - ۽ اهڙو ته ذم مان ڇڏيائين جو پوري پٽ پار ڪري، وڃي وڻن ۾ ڪريو، ۽ سندس ئي دستي جا ٻه ماڻهو هلاڪ ۽ پنج زخمي ٿي ويا، جن جي هاءِ گهوڙا گولين جي آوازن ۾ گم ٿي ويئي. ان طرف ڪان ٻن منٽن اندر ماڻهو آيو، ۽ ساري ڪيفيت، اسان واري ڪپتان جي سامهون، سندس صاحب سان بيان ڪيائين، جنهن تي هن جي منهن جو پتو ئي لهي ويو. هاڻي اسان جي ڪپتان جي رٿ هئي ته مزي سان گهيرو ڪريو ويٺا هجون، جيستائين حرن جون گوليون خلاص ٿي وڃن، يا ڪو هوائي جهاز مدد لاءِ گهرائي، حرن تي بمباري ڪرائي، کين ناس يا گرفتار ڪيو وڃي؛ مگر بددماغ

’لانگورٿ‘ ان سان اختلاف ڪندي چيو ته ’او هين پنهنجي ڪمپنيءَ لاءِ جوابدار آهيو، ۽ آءٌ پنهنجي اسڪئارڊ جو خودمختيار آهيان‘!

اسان واري صاحب، هن جو اهو حال ڏسي، سياٽپ ڪري، 60 ماڻهو، وچان ڪڍي، سکن جي پٺيان بيهاريا؛ هوائي جهاز لاءِ وائرليس ذريعي پورو هنڌ ٻڌائي پيغام روانو ڪيو، ۽ مزي سان، آهستي آهستي –ٺا ... ٻڙم ٺا .... شراٺ .... ڙُون- گوليون حرن ڏانهن موڪلڻ لڳو. حرن وٺان به اُن نموني ۾ جواب اچڻ لڳو. ان وچ ۾ ڪئپٽن لانگوَرٿ اسان وٺان جدا ٿي پنهنجن ماڻهن ڏانهن هليو ويو؛ ۽ اٿڪل ڪلاڪ کن ڪانپوءِ، نڪا ڪيائين هم نڪا تم – اڳيان پاڻ ۽ پٺيان سک – وٺي پٽ تي چڙهڻ لڳو. بس سائين، سکن جو مٿي جو مٿي اُپ – ڪپرو پٽ تي چڙهڻ، ۽ نشاني باز حُرَن جو گولين سان هنن کي جهاٽڪو ڪرڻ. ڪي مئا، ڪي ڦٽيا، ۽ ڪي پوئتي موٽي آيا؛ مگر هيءُ ڪپتان، بندوق تي سنگين تاڻي، ڊوڙندو ويو – تان جو پيشانيءَ ۾ گولي کائي ڪريو، ۽ پٽ جي وچ ۾ چڙهيون هڻي پورو ٿي ويو.

اها حالت ڏسي، اسان واري ڪپتان باقي سِکن کي پوئتي موٽڻ جو حڪم ڏنو.

ستارن جي بادشاه، سج، جي سواري نماشام جي حدن ۾ داخل ٿي چڪي هئي، مگر هوائي مدد اجا ڪانه آئي هئي. ڪپتان، آفيسرن سان مشورو ڪيو ته اهڙيءَ حالت ۾ رات

جو گهيرو لڳائي بيهڻ مناسب ٿيندو يا نه. مصلحت ٿي ته ’هاڻي جيئن ته باقي سوجهرو ڪو ڪلاڪ کن آهي، ان ڪري پوئتي موٽڻ يا هتي بيهڻ ساڳي ڳالهه آهي: بهتر آهي ته، سرچ – لائيٽ چالو ڪري، رت جو هتي رهون‘. پهرو مقرر ڪري، رات سرچ – لائيٽ ۾ گذاريسين. صبح جو ستين بجي ڌاري، ڪپتان، گهيرو مڪمل ڪري، جوانن کي مستعد بنائي، جنگي اعلان جو هوائي فير ڪيو؛ مگر نه ڪو جوابي فير پٽ تان آيو، ۽ نه وري حرن جو ڪو مٿو يا پٽڪو ڏسڻ ۾ آيو. ڪجهه دير ترسڻ کان پوءِ، مشورو ٿيو ته ’حرن طرفان چو جواب نٿو اچي، چو پٽ مٿان موت واري خاموشي ڇانيل آهي؟ ڇا، رات وچ ۾ حُر ڪنهن پاسي کان نڪري ته نه ويا؟‘ ڪپتان، هڪ ٻگهي وڻ جي چوٽيءَ تي چڙهي، دوربينيءَ سان معائنو ڪيو؛ ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ هيٺ اچي ٻڌايائين ته پٽ تي ڪنهن ماڻهو جو نشان ڪونهي. سڀ منجهي پيا ته هاڻي ڇا ڪجي- هيءُ عجيب اسرار ڪهڙو؟ الغرض، انهيءَ شش و پنج ۾ ڪلاڪ سوا گذري ويو. اٽڪل ڏهين بجي ڌاري آسمان ۾ هوائي جهاز جي گرج ٻڌڻ ۾ آئي. ٿوريءَ دير کان پوءِ هوائي جهاز پٽ مٿان لامارا ڏيڻ لڳو، ۽ آهستي آهستي هيٺ پرو پرواز ڪري، پٽ جو معائنو ڪري، وائرليس ذريعي پيغام موڪليائين ته مٿي پٽ تي ڪير به ڪونهي. ڪپتان کيس لامارا جاري رکڻ جو حڪم ڏنو، ۽ پاڻ 50 ماڻهن جي

دستي کي وٺي پٽ تي چڙهڻ شروع ڪيو. فوجي سپاهين پٽ جي انچ انچ جي جانچ پڙتال ڪئي. آخر هڪ هنڌ هن کي تازي کوٽيل واري ڏسڻ ۾ آئي. ڪپتان چئن ماڻهن کي بيلچن سان واري هٽائڻ لاءِ چيو. واري هٽائڻ سان هڪ سُرنگهه ڏسڻ ۾ آئي، جا پٽ ۾ هيٺ هلي پئي ويئي. صاف ظاهر هو ته حُر رات وچ ۾ ان سرنگهه مان رفوچڪر ٿي ويا هئا. هتي هيءُ معلوم هئڻ گهرجي ته حضرت پير صاحب پاڳاري وٽ ڪيترا ’فارورڊ بلاڪ‘ جا پڳل انقلابي ڪاريگر لڪل هئا، جن جي رهنمائيءَ هيٺ حرن اعليٰ فوجي تعليم حاصل ڪئي هئي. مکي بيلي ۾ هنن ڪيترا هٿيارن ٺاهڻ جا ڪارخانا قائم ڪيا هئا، ۽ سيني پاسن سرنگهن جي وسيع ڄار وڇائي ڇڏي هئائون. ڪپتان نقصان جو تفصيل ٺاهڻ شروع ڪيو. 20 سِک سپاهي مئا، چار بروهي سخت زخميا، ۽ هڪ برٽش آفيسر مئو. مئل سِکن جو ڪريا ڪرم سک سپاهين ڪيو. ان کان پوءِ اسين، زخمين کي ساڻ ڪٺي، شام ڌاري پڪ – سِري پهتاسين. اها حرن جي ٽولي الله بچائي خاصخيليءَ جي هئي، جنهن جي گرفتاري لاءِ ويهه هزار روپيا نقد، ۽ 24 ايڪڙ زمين، انعام مقرر ٿيل هو.

## 28، سيپٽمبر، 1943ع: سپاهيءَ جو گم ٿيڻ

پڪ – سريءَ جي قيام واري عرصي ۾، اسين پيا مکيءَ ۾ گهڙندا هئاسين ۽ وري واپس ورندا هئاسين. بعضي اسان

کي جهنگل اندر ٻين فوجن جا به ماڻهو ملندا هئا. تاريخ 28 سيپٽمبر 1943ع جو، حسب دستور، اسين مکيءَ ۾ گشت ڪري رهيا هئاسين. ان ڏينهن آسمان ابر آلود هو، جنهنڪري ٻيلي ۾ منهن – اونداهيءَ وارو منظر هو.سپاهي هڪٻئي پٺيان هلي رهيا هئا، ته ڪيهر خان نالي هڪ سپاهيءَ کي جهنگ جو خيال ٿيو. جيئن ته هو پٺيان هو، ۽ پانيائين ته ڪم لاهي اطمينان حاصل ڪري وري اچي فوج سان شامل ٿيندس، سو ڦڪائيءَ وچان ٻوٽن ۾ ويهي ڪاڪوس ڪرڻ لڳو. اسين اڳتي وڌندا وياسون- تانجو ميل کن جهنگل جاڳي هڪ اهڙي هنڌ پهتاسين، جتي ڪجھ ويڪراڻ ۽ هڪ پاڻيءَجي اَڏ هئي. اهو وقت ٻنپهرن جو هو. ڪپتان ماني کائڻ جو حڪم ڏنو. ماني کائي، ٿڪ پچي، دستور موجب ڳڻپ شروع ڪئي ويئي. حوالدار وزير خان رپورٽ ڪئي ته سندس پلاٽون مان سپاهي ڪيهر غائب آهي، سڀ پريشان ٿي ويا. ڪپتان ويهن ماڻهن کي حڪم ڏنو ته هو پوئتي پيچرو وٺي کيس ڳولي اچن. چئن ڪلاڪن کان پوءِ جوان واپس آيا، ۽ چيائون ته ڪيهر خان جو ڪوبه پتو ڪونهي. لاچار ڪپتان مهم تي اڳتي رواني ٿيڻ جو حڪم ڏنو. چئن ڏينهن کان پوءِ مهم کان واپس پڪ – سريءَ آياسين. ان طرح، مهينو گذري ويو. هڪ ڏينهن، اوچتو، ڪيهر خان راشن واري لاريءَ ۾ اسان وٽ پهتو، ۽ سڀئي هن کي ڏسي ڏاڍو سرها ٿيا. احوال وٺڻ تي هن ٻڌايو

ته ’جهنگل جي خيال لاهڻ کان پوءِ مون پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪيو، ۽ دماغ ڪجھ چڪر ۾ اچي ويم. دل ۾ طرحين طرحين خيال اچڻ لڳا. آءٌ پيچرو وٺي اڳتي هليس، ۽ اميد رکيم ته اوهان کي پهچندس؛ مگر اهو پيچرو وڃائي، ٻيو پيچرو اختيار ڪيم. مٿان اچي رات پيئي. آءٌ وڻ تي چڙهي ويهي رهيس. جئن جئن رات وڌندي ويئي، جهنگل مچندو ويو. ڪئين جهنگلي جانور رنيون ڪرڻ لڳا. اهڙيءَ حالت ۾، جڏهن بک لڳندي هيم ته راشن جي ٿيلهي مان کائي، ڏينهن جو هيٺ لهي وڃي پاڻي پيئندو هوس، ۽ جهنگل مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ پيو خدا کي ٻاڏائيندو هوس. مگر، ڪنهن اهڙي اوجهڙ هنڌ اچي پهتو هوس، جو جهنگل ۾ ئي ڀٽڪندو رهيس. اهڙيءَ طرح رات وڻ تي، ڏينهن زمين تي- تان جو ڪيترا ڏينهن گذري ويا، ۽ آءٌ نااميديءَ جي اٿاهه ۾ غرق ٿيڻ وارو هوس ته هڪ طرف کان ڪجھ آواز ٻڌم. آواز وارو طرف وٺي هليس. ٻوٽا لتاڙيندو، رستو ڪندو، سرن مان ٻاهر نڪتس ته جهوپڙيون ڏسڻ ۾ آيون. ماڻهن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيس. معلوم ٿيو آءٌ هٿونگي جي پاسي اچي پهتو آهيان – اتان هاڻي توهان وٽ آيو آهيان‘.

هن اتفاق مان مکي ٻيلي جي لمبائي – ويڪرائيءَ ۽ ان جي گنجان هجڻ جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هڪ ڏينهن، ڪپتان سلطان محمد مون کي چيو ته ’وليداد، هڙو جهنگل، ۽ حر شڪست کائي رهيا آهن! شايد انهن ۾ انتظام

ڪونهي. هن جهڙو جهنگل جيڪڏهين مري قوم کي بغاوت وقت ملي ها، ته هوند اها افغانستان وانگر آزاد هجي ها‘. مون جواب ڏنومانس ته ’ڪپتان صاحب، سچ چيو اٿن ته ”ڏڻ ته ڏٽي، نه ته وڪڻ ڪٽي“؛ فوج ته مهندار، نه ته غيباٽا سوار، سو، حرن جي جنهن ڪمانڊر ۽ عقيدت جي مرڪز، پير صاحب، وٽ هيون اسڪيمون ۽ قيادت، تنهن کي انگريز گورنر ملاقات جي بهاني گهرائي، قيد ڪري، شهادت جو جام پياريو؛ هاڻي هو وليداد وانگر آهن ويچارا. تنهن هوندي به، - ڏسو ٿا حرن جي مقابلي جو رنگ:

”تو تير آزما، هم جگر آزمائين!“

ڪپتان ڪٽي ماٺ ڪئي.

## 1، نومبر، 1943ع: ڳجهڙيءَ پٽ ڏانهن مارچ

اڄ سومر ڏينهن، پهرين نومبر 1943ع آهي. اسان کي اڳتي مکي ٻيلي اندر ڳُجهڙيءَ پِٽ ڏانهن ڪوچ جو حڪم مليو. سامان سڙو صبح جو سويل فوجي لارين ۾ اوڏانهن روانو ڪيو ويو. اسين ناري واهه جو ڪپو ڪپ وٺي هلڻ لڳاسين. ڪاٻي پاسي انساني قد کان ٿيٽان ڊگها سر بيٺا هئا؛ اُن جي پٺيان، حدِ نظر تائين، جهنگ ئي جهنگ هو. چار ميل مارچ ڪرڻ کان پوءِ، اسين هڪ ڍنڍ جي ڪناري وٽ پهتاسون. ڪپتان هتي نيرن ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جوان، بغل – ٿيلا ۽ هٿيار لاهي، ڍنڍ جي ڪناري تي وڏن وڻن جي هيٺان، نيرن ڪرڻ ويٺا. آءٌ به هڪ ٽوليءَ سان ماني کائي رهيو

هوس- گلاس پاڻيءَ سان پري پاسي تي رکيو هوم، ۽ نظر سامهون ڏيندي ۽ اُن جي آسپاس جي دلڪش نظاري کي ڏسڻ ۾ محو هئي. ڏيندي ۾ پيٽيون، لوڙهه، ڪُم،ٻه وغيره جام هئا، ۽ ڪنارن تي ڪيترن قسمن جا وڻ ٻوٽا هئا. صبح جو سمو هو. پکي پکڻ دلڪش انداز ۾ پنهنجون مٺيون ٻوليون ڪري رهيا هئا. رکي رکي، ٻگهيءَ ڇهنب وارا پکي پاڻيءَ ۾ ٽٻيون هڻي مڇيون پڪڙي رهيا هئا. پريان ٻگلا پڳٽ، هڪ ٽَنگ تي بيهي، ’ياڦٻون‘ جو وظيفو پڙهي رهيا هئا.جيتوڻيڪ هيءَ سرديءَ جي موسم هئي، مگر ماحول رم جهم وارو هو. ماني ختم ڪري، پاڻي پيئڻ جي خيال کان مون گلاس هٿ ۾ کنيو، ته پاڻيءَ جي مٿان ماکي ترندي نظر آئي! جانچ ڪرڻ لاءِ مٿي وڻن ۾ جو نهاريان ته بلي ..... ماکيءَ جا جام مانارا وڻن ۾ قائم آهن! وڌيڪ جانچ ڪيم، ته هر طرف ماکي ئي ماکي هئي: هڪ هڪ مانارو اهڙو ٿلهو ۽ ويڪرو، جهڙو قلندري فقير جو ڪشتو! رهبر سنڌيءَ چيو ته هن ٻيلي ۾ ماکيءَ جي فراوانيءَ ڪري ئي هن جو نالو ’ماکي ٻيلو‘ هو، جو ڦري ’’مکي‘‘ سڏجي ٿو- (والله اعلم).
ماني کائي اڳتي وڌياسون. عجيب دلفريب ۽ پرسڪون ماحول هو. رستي تي، سواءِ فوج ۽ فوجي لارين جي، اسان هڪ به رعيتي ماڻهو نه ڏٺو. هر طرف جهنگل ئي جهنگل هو، جنهن جي وچان صرف اهو ناري وارو ڪئنال – پاٽ هو، جو اسين وٺيو پئي وياسين. رستي تي اسان کي ڪيترو

چوپايو مال، گهوڙا ۽ گڏھ ڏسڻ ۾ آيا، جي اسان کي ڏسي سَرن ۾ غائب ٿي ٿي ويا. انهن ويچارن گگدامن کي کهڙي خبر ته سندن پاسبانن جو کهڙو حال آهي؟ اٽڪل 25 ميل پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، ناري جو ڪنارو چڙھي، ڪاٻي پاسي، وڻن جي وچان، ڪچي رستي تان، ٻه ميل پنڌ ڪرڻ بعد، اسان کي وڻن جي پٺيان ويجهو هڪ پٽ ڏسڻ ۾ آئي. ان پٽ جو نالو هو ''ٻُجهڙي پٽ''. بيشڪ ان تي اهو نالو موزون هو، ڇو ته وڻن جي گهيري ۾ قدرتي طرح سان لڪل هئڻ ڪري،ٿورو ٻه پريان اصل ڏسڻ ۾ ئي نٿي آئي. ان پٽ جي مٿان انجنيري کاتي وارن جو هڪ انسپيڪشن بنگلو ٺهيل هو. اها پٽ، ناري جي طرف کان 50 فوٽ کن اوچي ٿي، آهستي آهستي لهواري ٿي، ڏکڻ ڏانهن لهيو ٿي ويئي. اسان هن پٽ مٿان ڪيمپ قائم ڪئي.هن پٽ تان مکيءَجو نظارو عجيب پئي ڏسڻ ۾ آيو. جيڏانهن نگاھ ڪريوته وڻن جون چوٽيون ٿي ڏسڻ ۾ آيون، ۽ مٿان آسمان هن پٽ جي ڏکڻ ۾هڪ ننڍي ڍنڍ هئي، ۽ ساڄي پاسي کان ٻنھ هيٺ هڪ چڱو موچارو ڳوٺ هو- جو شايد انگريزن انهيءَ لاءِ چڙھيو هوته فوج لاءِ کير، مکڻ، ۽ خابرو ميسر ٿين. هتي هو اصاف، ۽ ماحول مڇرن کان بلڪل خالي هو؛ مگر وچون ڏاڍا هئا. هڪ بروهي سپاهي – جنهن جو نالو درخان هو – وچونءَ کي هٿ جي ترڙيءَ تي کڻي، ماٺهن کي بچائي، پيڙيون چڙھائيندو هو.وچون هن کي ڏنگ هڻندو هو، مگر

هن کي ڪوبه اثر ڪونه ٿيندو هو. سندس قول هو ته جيڪو ماڻهو ياعمرلوڻ نٿو استعمال ڪري، ان کي زهر جو اثر نٿو ٿئي؛ ۽ سندس خاندان لوڻ نه کائيندڙ جوڳين مان هو.

ٻئي ڏينهن اسين ناري جي ڪناري تي وهنجڻ لاءِ وياسين، جتي پرئين پر ٻه واڳون ويٺا هئا. ڪپتان پاڻيءَ ۾ بم گولا ڇوڙڻ جو حڪم ڏنو. اهو سلسلو ڪيتري وٽ تائين هلندو رهيو، ۽ ان طرح واڳون اُتان هٽي ويا. هتي اسان جي ڪمپني، سواءِ ڪنهن امدادي ڪوٺ جي، خاص طرح ڪيڏانهن ڪانه ويندي هئي.

## ڇنڇر، 12 نومبر، 1943ع: حرن جو حملو

اڄ 12 نومبر، ڇنڇر جي ڏينهن، آءُ دوستن سان پتي راند ڪري رهيو هوس. ماحول صاف، ۽ فضا خاموش هئي. ڏهين بجي جو وقت هو،۽ سپاهي ڊرل تان واپس آيا هئا. هرڪو پنهنجي پنهنجي شغل ۾ مگن هو.اوچتو، بنگلي جي مٿان واچ – ٽاور تان، پهريدار سپاهيءَ خطري جو بگل وڄايو.ڪاڏي ويئي راند، ڪاڏي ويا شغل – هر هڪ فوجي پنهنجا هٿيار سنڀالي پٽ جي چوڌاري ٺاهيل خندقن ۾ هليو ويو، جن جي اڳيان واريءَ جون ڳوٽيون رکيل هيون. ڪپتان ڊوڙندو ڪڌ تي ويو، ۽ دوربينيءَ سان چوطرف معاينو ڪري، آواز ڪيائين ته ’ڪيمپ گهيري ۾ اچي چڪي آهي؛ مگر گهيرو اڃا ڪجهه پرپرو آهي، ۽ گهاٽن

وٽن جي ڪري حرن جي تعداد جو پورو اندازو نٿو لڳائي سگهجي‘. بس سائين، سپاهي، بندوقون هٿن ۾ جهلي، لوهي ٽوپلا پائي، هڪدم خندقن ۾ مورچن ۾ وڃي ويٺا؛ ۽ بندو، تسبيح ڪٽي، تنبوءَ ۾ لوهي پيٽين جي وچ ۾ وڃي ويٺو. تنبوءَ جي سوراخن مان دوربينيءَ رستي آءٌ سڀڪجھ ڏسي رهيو هوس- فوج مٿي، حر هيٺ ۽ وڻ وچ ۾! حرن کي اُن وقت خاڪي ورديون ڍڪيل هيون، ۽ ماهرانه ملٽري انداز ۾ خوب ٺارين ۽ پنن جو آڙَ ڪيو هئائون، ان ڪري وٽن ۾ پوريءَ طرح ڏسڻ ۾ نٿي آيا. ٻنهي طرفن کان گولين جو تبادلو شروع ٿيو، جو لاڳيتو ٽي ڪلاڪ کن هليو. جيئن پوءِ معلوم ٿيو،غازين جو هيءُ حملو دراصل اسان کي رڳو مصروف ۽ گهيري ۾ رکڻ لاءِ هو؛ سندن اصلي ۽ وڏو حملو، اسان کان ڇھ ميل پري، ناري جي پرئين پر، ”آوُڊ“ نالي ڳوٺ وٽ سِکن جي هڪ وڏي ڪمپنيءَ تي هو، جنهن ۾ هو ڪامياب ٿيا هئا؛ ڇو ته اها ڪمپني هيٺ ڪلئي واريا سي ميدان ۾ هئي، مٿن اوچتو حملو ٿيو هو،۽ کين مدد ڪرڻ لاءِ ويجهي ۾ ويجهي اسان جي ڪمپني هئي، جا ساڳئي ئي وقت گهيري هيٺ آيل هئي ۽ پنهنجي بچاءُ لاءِ برسر پيڪار هئي. الغرض، ٽن ڪلاڪن جي ڏي وٺ کان پوءِ حر پوئتي هٽيا؛ مگر سندن مقابلي جو جوش خروش، جنگي قابليت ۽ گوريلا لڙائيءَ جو طريقو بيان ڪرڻ کان قلم قاصر آهي- فوج وارن جون ذري گهٽ مٽيون ٽي

منجهائي چڙهيائون. اڍائي ڪلاڪن کان پوءِ ڪپتان صاحب آکڻ لڳو ته ’جيڪڏهين حملي جو اهو اندازو ٿورو وقت وڌيڪ هليو، ته پوءِ بارود خلاص ٿي ويندو؛ ان ڪري دست بدست جنگ لاءِ تيار رهو!‘ مگر شڪر آهي جو حرن کي سِکن واري ڪمپنيءَ جو جهاٽڪو بنائڻو هو، ۽ اهي سچ پچ جهاٽڪو بنجي ويا. ٽن ڪلاڪن کان پوءِ، حر، ڪاميابيءَ جا نعر اهڻندا، واپس وسيع گهاٽي جهنگل ۾ غائب ٿي ويا؛ مگر ڪپتان، احتياط طور، سپاهين کي مورچن ۾ خبردار ٿي ببهڻ جو حڪم ڏنو، ۽ پاڻ ڪن ماڻهن جي معيت ۾ نقصان جو اندازو لڳائڻ لڳو. اسان جا پنج سپاهي مئا؛ ۽ ڏہن کن ڦٽيا، جن جي ملم پٽي ڪئي ويئي. سارو احوال وايرليس ذريعي باکوڙيءَ ۾ هيڊڪوارٽر ڏانهن موڪليو ويو، جتان نماشام ذاري ايمبولينس ڪارون ۽ ٻيو سامان پهتو. حرن واريءَ جڳهه تي سواءِ خالي ڪارتوسن جي ٻيو ڪجهه ڪونه هو. ممڪن آهي ته انهن جو به نقصان ٿيو هجي، ۽ هو مئلن ۽ زخميلن کي پاڻ سان کڻي هليا ويا هجن.

## 6، ڊسمبر، 1943ع: جمڙائو هيڊ ڏانهن روانگي

اڄ، ڊسمبر جي ڇهين تاريخ، اسان کي ”جمڙائو هيڊ“ (جمڙائو جو منڍ) ڏانهن وڃڻ جا احڪام مليا. اٽڪل ويهه ميل مارچ ڪرڻ کان پوءِ اسين جمڙائو هيڊ تي پهتاسون.

رستي ۾ اهوئي گهاٽو جهنگل، جنهن ۾ پکين ۽ جانورن جو منگل – سواءِ فوجي آمدرفت جي، پيو ماڻهو خير ڪو ڏسڻ ۾ آيو. هن هنڌ جو منظر نهايت دلفريب هو.هتي سڻا ريگيوليٽر ٺهيل آهن. هڪ پاسي نظر ڪرڻ سان وارياسي پٽن جو سلسلو نظر پئي آيو؛ اولهه پاسي گهاٽو وسيع رڻ پٽ ڏانهن ويندي هئي. هن هنڌ حرن سان ننڍا ننڍا معرڪا ٿيندا رهيا، ۽ آخرڪار مکيه مقابلو درپيش آيو.

## 22، ڊسمبر، 1943ع: غلام علي چانگ

20 تاريخ ڪپتان بشپ، رايل آرٽلري مان بدلي ٿي آيو. هيءُ ڪپتان آزاد خيال ۽ رند مشرب هو. اڪثر فالتو وقت شراب پيئڻ ۽ گراموفون وڄائڻ ۾ وڃائيندو هو.ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ته شراب سندس آب حيات بنجي ويو هو- اُٺڻ شرط بوتل چپ تي رکندو هو. مگر، منهنجي عجب جي انتها نه رهي، جڏهين مون ڏٺو ته جڏهين به ڪنهن مهم ڏانهن هلڻ جو وقت هوندو هو، ته ڏينهن جا ڏينهن هو شراب کي هٿ به ڪين لڳائيندو هو! مهم تي هلڻ وقت هو، عام سپاهين وانگر، مليشا جي قميص – شلوار پائيندو هو،۽ پٽڪو به مليشا جو ئي ٻڌندو هو. کاڌي کائڻ وقت هو ٻين سپاهين سان گڏ هيٺ ويهي راشن کائيندو هو.

22 تاريخ صبح جو پيغام پهتو ته مشهور غلام علي چانگ جي ٽولي ريگستان ۾ هٿيڪي ويٺل آهي. ڪمپنيءَ، ڪلاڪ اندر تيار ٿي، مارچ شروع ڪيو. سڀ سامان ۽

جوان انن تي چڙهيل هئا. ڪلاڪ ڪن اندر اسين ريگستان مان گذري رهيا هئاسون. سج لٿي مهل، ٿڪجي ٽٽجي، هڪ اهڙي هنڌ پهتاسون، جتي ساڄي پاسي ڪان ٻن فرلانگن جي فاصلي تي هڪ شاهي پٽ هئي، جنهن جي ڪاٻي پاسي ڪان واريءَ جو رڻ هو. هن هنڌ اسان، اُنن جا پاڪڙا ۽ سامان چوڌاري رکي، ڪاهي ڪوٺي، ڪئمپ لڳائي؛ ۽ پهرو مقرر ڪري، ماني ڪائي، آرام وٺڻ لڳاسين. ٻئي ڏينهن، سامهون پٽ جي مٿان حرن جو ٽولو نمودار ٿيو. انهن جو اڳواڻ دوربينيءَ سان اسان جو جائزو وٺي رهيو هو. عين ان وقت پٽ جي پٺيان پنجاب ريجمينٽ اچي پهتي، جنهن جي جوانن پٽ کي جهنگل ۽ بيابان واري پاسي ڪان پريان مڪمل گهيرو وجهڻ شروع ڪيو. حر بلڪل گهيري ۾ اچي ويا هئا. ٿوري وقت ڪان پوءِ برگيڊيئر وٿان وايرليس رستي پيغام پهتو ته حملي لاءِ تيار ٿي وڃو. معلوم ٿيو ته پٽ تي اٽڪل ڏيڍ سو حر موجود آهن، ۽ اُن جي لاهيءَ تي هڪ ڳوٺ تي قبضو ڪيو ويٺا آهن. فوج جو ڪل تعداد ان وقت اٽڪل ڏيڍ هزار ڪن هو. اٽڪل ڏهين بجي ڌاري، اسان کي پريان بندوقن جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. اسان جو آفيسر، اُٺ تي سوار ٿي، دوربينيءَ سان ڏسي رهيو هو. اوچتو، گرجدار آواز ۾، هن نانگ وانگر پيٽ پر سرڪي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو. سپاهي پيٽ پر سرڪندا اڳتي وڌڻ لڳا. هاڻي حرن جا دستا پٽ جي ڪنارن وٽ نظر آيا. معلوم ٿيو ته

پنجاب ريجمينٽ وارن جي شديد بندوقبازيءَ کان متاثر ٿي، هو پٺ جي چوٽيءَ تي چڙهي آيا هئا.اوچتو اسان ڏانهن گوليون اچڻ لڳيون. ڪجھ وقت کان پوءِ حرن جا دستا، پٺ تان هيٺ لهي، اسان ڏانهن اچڻ لڳا.ڪپتان پوئتي هٽڻ جو حڪم ڏنو. سڀ جوان، هٽندي هٽندي، ڪيمپ اندر مورچن ۾ اچي ويٺا، ۽ ايندڙ گولين جو حرن کي جواب ڏيڻ لڳا. هاڻي حر ٻن باهين جي وچ ۾ هئا: سندن پٺيان، جهنگل طرفان، فوج، پٺ تي ۽ پاسن کان شديد فائرنگ ڪري رهي هئي؛ ۽ وارياسي پاسي کان جوڌپور جي راجا جي امدادي فوج پريان اچي رهي هئي. حرن جلدي جلدي بيلچن سان واريءَ ۾ کڏون کوٽيون، ۽ ان ۾ Fox-holes ٺاهي ويهي بندوقون هڻڻ لڳا.

ان کان پوءِ، ڪجھ وقت تائين گولين جو تبادلو ٿيندو رهيو- تانجو حرن جو بارود خلاص ٿي ويو، ۽ ان وقت هنن جو تعداد باقي ويھ وڃي رهيو. ان کان پوءِ سمورا حُر، سندن ڪمانڊر علي شير کان سواءِ، لٺيون، ڪهاڙيون، ۽ بندوقون ابتيون هٿن ۾ جهلي اسان ڏانهن حملي آور ٿيا؛ مگر اسان تائين پهچڻ کان اڳ هو گولين جو شڪار بڻجي ويا. هاڻي فقط علي شير چانگ وڃي رهيو، جنهن لاءِ رڳو ٻه رستا کليل هئا: پيش پوڻ، يا مرڻ. هن وٽ اجان ڪجھ گوليون هيون، سوبندوق هٿ ۾ ڪري سڌو اسان ڏانهن وڌيو. ڪپتان، نائڪ ڪريم بخش بلوچ کان سواءِ ٻين سپٽي کي

گوليءَ هلائڻ کان منع ڪئي. نائڪ ڪريم بخش ۽ علي شير جي وچ ۾ دوبدو بندوقبازيءَ شروع ٿي ويئي. جڏهن علي شير جو بارود ختم ٿي ويو ته هو، تلوار مياڻ مان ٻاهر ڪڍي، الله اڪبر جو نعرو هڻي، فوج ڏانهن ڊوڙندو آيو؛ ...... مگر جيستائين هو فوج جي نزديڪ اچي، سندس سيني ۾ برابر 12 گوليون پيوست ٿي ويون. هو عليءَ جو شير اچا به نه ڪِريو،۽ برابر سينو تاڻي اڳتي وڌندو آيو- تانجو نائڪ ڪريم بخش، پوري شست وٺي، تيرهين گولي سندس پيشانيءَ ۾ هنئي، جا هن جو مغز ڦاڙي پٺيان ڪيپراٽيءَ مان نڪري ويئي. آخر علي شير، 'ياعلي مدد' چئي، سنئون سڌو زمين تي ليٽي پيو، ۽ شهادت جي درجي تي فائز ٿيو.

(هلندڙ)

Mehran 1958 3rd 4th part is not properly uploaded. It is not definite if the article of Walidad Brohi continues to second instalment or not.

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/mehran/Book22/Book_page10.html

سنڌ ۾ ”مارشل لا“ وقت چشم ديد واقعات#